# روهڙيءَ جا رهبر

ليکڪ

هرچاڻي گدومل ڪشنڙمل

چاپو ٻيو    جلد ٥٠٠

جون ١٩٦١

قيمت سوا روپيه

پرڪاشڪ

صوفي ساهتيه منڊل

بلاڪ اي ١٩، گهر نمبر ١١

ڪليان ڪئمپ نمبر ٥






روهڙيءَ
جا
رهبر

هرجاڏي
گدومل
ڪتڻ مل




بيدل ۽ بيڪس
جي
مزار، روهڙي



هرجاڻي
گدومل
ڪتڙمل




روهڙيءَ
جا
رهبر



# فهرست

سکر ضلع ۾ سنڌو نديءَ جي ساڄي ڪپ تي هڪڙو شهر آهي، نهايت جهونو ۽ ڳتيل. جنهن جي تواريخ نهايت ڪهڙي ۽ روايت بلڪل نرالي، رنگ ۽ ڍنگ عجيب و غريب آهي. ان شهر ۾ فقير بيدل ۽ بيڪس جي خانگاه، پاڻي پاروشاه جي ڏيوري، سمت وسٽا گهوٽ جو ڳڪاٽو ۽ بيون ڪيتريون ئي درگاهون، مسجدون ۽ مندر آهن. جنهن ڪري گهڻا طالب درشن لاءِ اچن ٿا. ان ڪري ڪيس شرف ۽ مشهوري ملي آهي. هن شهر جو نالو روهڙي شريف آهي ۽ منجهس ايترا ته فقير ٿي گذريا آهن، جن جي حد حساب جي بات ڪانهي. ڳليءَ ڳليءَ، گهٽيءَ گهٽيءَ ۽ محلي محلي ۾ ڪنهن نه ڪنهن پير پيغمبر جي تربت آهيئي آهي. جئين هڪ اردو شاعر روهڙيءَ جي ساراهه ڪندي چيو آهي:-

ڪريان صفت مان روهڙيءَ جي- اٿي آهن سوا لک پير

١- جاڪي ڏيکو وار مبارڪ- خلقت آئي وهير

٢- وچ درياه خواجه رهندا- او نديان دا پير

٣- ندي ڪناري سهڻا رهندا- حاجا شاهه پير

٤- پڪ بزار ۾ سهڻا رهندا- او پيران دا پير دستگير

٥- ڳکر نام اڪ جگه سهڻي دي- بيدل بيڪس پير

٦- ميمڻ محل ۾ سهڻا رهندا - او سپان والا پير (ٻخاري شاه)
٧- ڳانگوٽيءَ ۾ سهڻا رهندا - شاه حيدر حقاني پير
٨- اعليون اعليٰ پير رهندي - قرندي مست فقير
٩- خادم حسين قوالي ٿاهي - مدد پنج تن پير

تنهن کان سواءِ جيڪڙا جاڳندا درويش ۽ مست فقير ۽ اڄ ڏينهن سوڌو ڪيترائي روهڙيءَ ۾ گهمندا ڦرندا نظر اچن ٿا. چون ٿا ته ١٤ مست فقير ۽ ٧ سالڪ درويش هميشه روهڙيءَ ۾ رهندا ايندا ۽ سدائين هوندا. چاڪاڻ ته اهي سنت وار مبارڪ جي بچاءَ لاءِ رهيل آهن جا ڳالهه هيٺينءَ طرح آهي:-

هڪڙي دفعي جي ڳالهه آهي ته محمد غزنوي جنهن هندستان تي ١٧ ڪاهون ڪيون هيون، سو جڏهن سنڌ مان روهڙيءَ شريف جي شهر مان لنگهي ٿو، اهو مهينو حج شريف وارو هو ۽ روهڙيءَ ۾ ميلو لڳو پيو هو. پڇڻ تي معلوم ٿيس ته روهڙيءَ ۾ هڪ درگاه تي پيغمبر حضرت محمد صلعم جنجي سونهاريءَ جو هڪ وار رکيل آهي ۽ سال بسال ان جي ڏسڻ لاءِ هزارين مسلمان اچي ان مهني ۾ ڪٺا ٿيندا آهن انڪري ٿي روهڙيءَ کي Mecca in Miniature هڪ ننڍو مڪو مدينو ڪري سڏيندا آهن ۽ سوا لک پيرن جو گهر. ٻڌي ڪرڻ لاءِ بادشاه فرمايو ته 'صبحان الله! ٻاڻ ۾ زيارت ڪندا سين،' درگاه جي درٻارن کي چوائي موڪليائون. ٿي ڏينهن تي وار مبارڪ ڏسڻ جو

مڪمل انتظام ٿي ويو. سوالن جي دوران ۾ جڏهن بادشاه پڇو ته ڪهڙي ثابتي آهي ته هيءَ وار حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن جو آهي ته درگاه وارن فرمايو ته ثابتي اها آهي ته جڏهن ان وار کي کلي پڌر ۾ ظاهر ڪبو ته سورج کي مجال نه آهي جو ان جي تابش جو مقابلو ڪري ۽ سچ پچ ٿيو به ائين ته جڏهن وار کي درگاه مان ٻاهر ڪڍي کلي آسمان جي هيٺان آيا (جو بادشاه پڪ ڪرڻ ٿي چاهي) ته سورج يڪدم ٻادلن سان ڍڪجي ويو. پوءِ هندوستان جي شهنشاه اهو وار مبارڪ زبردستيءَ پاڻ سان غزنويءَ کڻي وڃڻ ٿي چاهيو. جو هن جي پڇاءَ ۾ هي روهڙيءَ جا مست فقير ۽ سنت نڪري نروار ٿيا ۽ بادشاه کي چئلينج ڪيو ته جيڪڏهن تون هن دنيا (ڌرتيءَ) جو بادشاه آهين ته اسين به هن دنيا جا بادشاه آهيون. ايراني وغيره ٻولين ۾ بادشاه کي سمجهائي باز آندائون ته تون اهڙي ڦرلٽ ۽ زبردستي نه ڪر. چون ٿا ته بادشاه تي اهڙو اثر پيو جو وري سنڌ ۽ گجرات طرف ڪڏهن به نه ڪاهيائين.

انهيءَ تاريخي لحاظ کان ڏسبو ته روهڙي هڪ بلڪل قديم ۽ جهونو شهر آهي. چچ، چندر ۽ ڏاهر راجائن جي زماني ۾ هن شهر جي هستيءَ جو قدر هو جو الور (اروڙ) سان ان جو سڌو تعلق هو. قدرتي نظارن جي 'حسن شناس' نگاه سان نهاربو ته به جن کي نيڻن ۾ نور

۽ نزاڪت آهي تن کي مدهوش ڇگيون ٿي خريدن ٻسنت
۾ ايندا هون. فقير بيدل سائينءَ جا وچن آهن:-

زهي لوهڙي که چون جنات عدن است
سراپا مجمع آرام و امن است
زيارت گاه هر روشن ضميري
دليل راه هر جان منيري
ز آبستان شمالش تازه و تر
ز کوهستان جنوبش صاف مانور
ز ريگستان بود شرقش مصفا
ز باغستان شده غربش معطرا

بيدل سائينءَ جي چوڻ موجب روهڙي شهر کي چار حدون آهن: باغستان، ڪوهستان، آبستان ۽ ريگستان. هڪ طرف قدرتي ميدان چلڪندڙ رانيءَ سان ڀريل جتي هڪ اٿاهه ساگر اڪانت جو ڀيو اکين کي ڀاسي. ٻئي طرف سنڌو ساگر جي لهرن جي لوڏ ۽ ’ڏيکَ‘ وڏ درياهه جي ڏوڙ جي ڏهشت ۽ ڪُنن جا ڪڙڪا، ٽئين طرف روح جي رونق ۽ نور ڏهن ٽڪرن جا قدرتي قلعا، جي دور دور آڪاس گرڀ يا افق (Horizon) سان من ملائي چپ چاپ ۾ چپ چوري روح رهاڻ ڪري رهيا آهن ۽ شهر جي بچاءَ لاءِ مورچا بندي رهيا آهن ۽ چوٿين طرف باغن جي بهاري جن ۾ ڀانت ڀانت جا ٻوٽي نراليون نراليون لائيون لڳيون چت کي چرچ لائي رهيا آهن ۽ جتي ڪوئلن جي وچم

ٻاڌائي "وهيو، وهيو" جي واڪن سان افلاڪ ۾ ٻرلاٽ پيدا ڪري رهيا آهن. جي سڄڻ نظر جو دائرو وڌائي وسيع ڪري نيڻن کي چوڦير وچڪر هلائيندا تن کي هيءَ حقيقت محسوس ٿيندي، ٻاقي ٻيا هن قديم شهر جي قدرتي رونق جي ٻرڪ کان محروم رهي اگيان جي اونده ۾ سمايل رهندا.

گر نه بيند بروز شپره چشم

چشمهٔ آفتاب را چه گناه

( سعدي )

پر وڏي وڏائي هن شهر جي هيءَ آهي جو منجهس ڪي مرد خدا جا سچا سالڪ پيدا ٿيا، جن تي سنڌ کي ناز آهي - جهڙوڪ پاڻي پاروشاه، وسڻ گهوٽ ۽ بابا نيڀراج جن جي يڪتيءَ جي آلاپ روهڙيءَ جي روح ۾ رهيل آهي ۽ صوفي درويش بيدل ۽ بيڪس جنهنجي ٻرهه جي ٻاهه ۽ صوفياڻي سرود مان ۾ هڪ متوالي موج آهي تا ڪن ۽ لاهوت جو لقاءَ تا پسائين. اهڙا مهاپرش هن پراڻي شهر کي پنهنجي هستيءَ سان منور ڪري ويا- ان سبب ڪري اسان جي شهر کي عاليشان زيارت گاهه جو شرف ۽ شان مليو. هاڻي اچو ته اهڙن جي جيون ڪٿا پڙهي پنهنجو جيون ا سڦلو ڪريون.

## فقير بيدل ۽ بيڪس بادشاهه

هيءَ هڪ طالب ۽ مطلوب، مرشد ۽ چيلي جي ڪهاڻي آهي جي ٻئي ساڳي وقت پيءُ ۽ پٽ به هوا.

فقير قادر بخش جنهنکي ادب وچان روهڙيءَ جا ماڻهو ”ولي سائين“ ڪري چوندا آهن ۽ جنهن جو تخلص 'بيدل' آهي ۽ سندس پٽ محمد محسن ”ننڍو سائين“ تخلص 'بيڪس' ٻئي سنڌ ۽ ٻاهر هند ۾ به مشهور آهن. بيدل سنه ١٨١٤ع مطابق ١٢٣٠ هجري روهڙي شريف ۾ ڄائو هو. سندس پتا جو نالو خليفو محمد محسن هو، جو پڻ هڪ ولي ۽ درويش هو. چون ٿا ته جڏهن فقير قادر بخش بيدل پيدا ٿيو، ته سندس پتا خليفو محمد محسن، سيد مير جان الله شاهه (جو پڻ روهڙيءَ جو هڪ وڏو درويش ۽ پارسي شاعر هو) جي ڪچهريءَ ۾ ويل هو. اتي هڪ شخص اچي خبر ڪئي ته فقير صاحب جي اولاد ٿيڻ جي مبارڪ هجيو، فرزند ڄائو آهي، پر پير مڙهال اٿس. اهي لفظ ٻڌڻ سان مير صاحب جن فرمايو ته ”ابا مڏو نه چئو، اهو روهڙي شهر جو جهنڊو ٿيندو. جو جهنڊو اڄ ڏينهن بيدل ۽ سندس پٽ بيڪس جي يادگار ۾ درگاهه تي جهولندو رهي ٿو.

ساڳيءَ طرح سندس پٽ فقير محمد محسن 'بيڪس' به ڄمندي ئي ڄام هو. ڳالهه ٿا ڪن ته جڏهن بيڪس پيدا ٿيو ته سندس ڏائيءَ کي ناڙي ڇڪڻ لاءِ چاقون هٿ نه ٿي آيو تڏهن ڄاول ٻار (بيڪس) فرمايو ته ”ابا چاقون پينگهي ۾ پيو اٿو.“ ڄاول ٻار جي ڳالهائڻ حاضرين جي دل ۾ حيرت ۽ هراس پيدا ڪيو. انهيءَ وقت سندس پتا فقير عبدالقادر بيدل ٻاهر ويل هو

لـــ ٻڌائين، جو ڳالهائڻ جي پٽ اچي مرني هن جڏ ۽
ڇورڻ لڳو ته خوف نه ڪريو، هي دعا جو اثر آهي ۽
گهر اچي ٻاڻ ٻار کي اهڙن ڪمن (ڪشف ۽ ڪرامت)
ڪرڻ کان منع ۽ تاڪيد ڪيائون، ڇاڪاڻ جو هن کان
اڳ بيدل سائين پنهنجي هڪ فرزند غلام فريد (بيڪس
جي ڀاءُ) کي ساڳيءَ ڳالهه تان يعني ڇهن وقت ڪرامت
نه ڏيکارڻ جي ڪري رخصت وٺائي هئي. اهڙيءَ طرح
بيڪس سائينءَ جو جنم ١٢٧٥ هجري مطابق سنه ١٨٥٩ع
۾ ٿيو. سندس جنم جي تاريخ بيدل سائينءَ پنهنجي
هيٺين شعر ۾ ادا ڪئي آهي ڇاڪاڻ جو فقير بيدل کي
شعر ۾ ابجد جي، تاريخون لکڻ جو از حد شوق هو ۽ هڪ
اهڙو ڪتاب ”تاريخهائي“ لکيو آهي. بيدل جي شعر
مطابق بيڪس جي جنم جي تاريخ ٢٦ جمادالثاني ١٢٧٥
هجري آهي.

## ٻنهي جي پالڻ ۽ علم پرائڻ بابت

علم ٻن قسمن جو آهي. هڪ ظاهري ٻيو باطن (اندر
۽ سيني جو علم) جنهن کي علم لدني ڪري سڏجي
ٿو. ظاهري علم جو سڪولن ۽ ڪاليجن ۾ ملي ٿو سو
آهي پيٽ گذاري ڪرڻ جو وسيلو. جيئن وڌيڪ ۽
وڏو پڙهيل هوندو تيئن سندس آجيو ڪا آسودي
نڪرندي پر جن کي علم لدني حاصل ٿيل آهي سي
جيتوڻيڪ دنيوي طرح سڃا ٿا نظر اچن پر آهن ٻنهي
جهانن جا بادشاهه ۽ مالڪ ۽ هنن کان هن ۽ هن دنيا

ڪيس پنهنجي حياتيءَ تان هٿ ڌوئڻو پيو جو پڙهندڙن کي هيٺ هلي معلوم ٿيندو.

اهڙيءَ طرح ٻنهي پيءُ ۽ پٽ بيدل ۽ بيڪس اسڪولي تعليم ڪونه ورتي، ڇاڪاڻ جو هو ڄمندي ئي ڄام هوا ۽ ننڍيءَ ٿهيءَ کان ئي شعر گوئي ڪرڻ لڳا. شير جا پٽ به شير ٿيندا آهن ۽ خاص ڪري جڏهن هن جو پيءُ ئي سندس گرو ۽ رهبر هو. جئين بيڪس پنهنجي ڪلام ۾ چيو آهي:

رمز رنديءَ جي عجائب روهڙيءَ ۾ راز هو
ثاني بيدل پادشاهه بيشڪ اهو شهباز هو

..................................................

بيدل مرشد منهنجو هادي غريبنواز هو
بيڪس خادم در جي عشق جو آغاز هو

اهڙيءَ طرح ٻنهي پيءُ پٽ بيدل ۽ بيڪس کي عشق جو آغاز هو. يعني عشق جي اوتار سان دلدار (پيغمبر) کي ڳولي لڌو. ان ڪري سندن مذهب ئي عشق اُترا سچو پرام ۽ پيار هو، نه اڄ ڪالهه وارو ٻاهريون ناٽڪ ۽ جوٽي محبت. جنهنکي جيڪر عشق يا اشق چئجي نه ٺيڪ ٿيندو. ڇاڪاڻ جو اهڙي ڪوڙي پرام لئي پوءِ جيڪي پڇتاءَ جا ڳوڙها (اشق) ڳاڙڻا ٿا پون تن کان هو ٻئي بلڪل آجا ۽ آزاد هوا. بيدل ۽ بيڪس ٻنهي کي عشق جو اوتار ڪري ڪوٺجي ته ٺيڪ ٿيندو. ڇاڪاڻ جو هنن جي ذهن ۾ عشق جي

لهر ايتري ته زور ورتو جو روهڙيءَ جو ننڍو وڏو عشق ڪرڻ لڳو. جنهن جو نتيجو تمام سٺو نه ٿيو جو ڪيترا نه فقط حسن پرستيءَ جي لهر ۾ ان جي ڪيترن خرابين ۾ لڙهي ويا ۽ عشق جو سمنڊ پار ڪري نه سگهيا. اها عشق جي لهر سنڌ ۾ سچل (سرمست ڏ رازن واري شروع ڪئي هئي پر بيدل ۽ بيڪس ان کي چوٽيءَ تي آندو.

ڳالهه ٿا ڪن ته هڪڙي ڏينهن بيدل سائين نيم موجب صبح جو نماز کان پوءِ جڏهن مسجد کان جهنڊ هڻي (بيدل سائين جهنڊ ڪندو هو يعني منهن کي ڪپڙي سان ڍڪيندو هو ته مٿان ڪو منهن پري ۽ دل کي سٽ اچي) نڪتو ته قضا جي اهڙي هوا لڳي، جو منهن تان پلاند مٿي کڄي ويو ۽ سندس نظر وڃي سامهون بيٺل هڪ عورت تي پيئي. الستي آئيني جو اولڙو، دنيوي دلبر جي ڏريءَ مان اکين تي اهڙو ته پيو، جو تجلي کان اکيون ٻوٽجي ويون ۽ انهيءَ اوچتي چمڪاٽ ۾ ماڻڪ، ماڻڪيءَ ۾ آيو. اک ٻوٽ ۾ عجيب جو عڪس ڇپجي ويو: ”عينان عمن سان اڙيون، هاڻ مٿو ڪير موڙي.“ دماغ پنهنجا دليل ۽ دعوائون ڇڏي ڏنيون. هوش خطا ٿي ويو، واڪ سڪي ويو ۽ چپ خشڪ ٿي پيا. هٿ گويا شل ٿجي پيا، پيرن ۾ ڪيئون، دل پنهنجو پاڻ وڃائي بيدل ٿي پيئي!

هاڻ اهو ’بيدل‘ بت اڳيان بت ٿجي سامهون لعلو

ٻڌي جي دوڪان تي سبحان الله يعني "واه محبوب واه!" چئي ويهجي وڃو. ان کان پوءِ سنڌس نظارو روهڙيءَ جي هڪ هندو ٻيٺگر ڪرمچند ڀڄاج ٽي هو. ڪرمچند تان خيال کڻي وڃڻ کان پوءِ فقير صاحب جو مجاز غلام محمد شڪارپوري ۽ قاضي پير محمد روهڙيءَ واري سان اٽڪيو. اهڙيءَ طرح بيدل سائينءَ کي چار معشوق هوا ۽ انهن فنافي المعشوق سان بيدل سائينءَ ڪيتري قدر روح رهاڻ ڪئي سا هڪ عجيب ۽ غريب وارتا آهي جا هن ننڍڙي ڪتاب ۾ ڏيڻ مناسب نه ٿيندو. ساڳيءَ طرح بيڪس سائينءَ جو نظارو به روهڙيءَ جي هڪ کٽيءَ نالي ڇوڪري تي هو. کٽيءَ ۽ بيڪس جي ننڍيءَ وهيءَ کان پريت هئي. ٻئي هوا به ته ٻار ۽ پيا ٿوري گهڻي تان پاڻ ۾ جهيڙندا ۽ رسندا هوا. جئين بيدل ۽ قاضي پير محمد (سندس پرين معشوق) جو جهيڙو ٿوري وقت لاءِ هوندو هو تئين هنن ٻنهي (کٽيءَ ۽ بيڪس) جي به ساڳي ڪار هئي. ڏس ته رٺا ويٺا آهن. وري ڪري ڏس ته پرچيا پيا آهن. جهڙيءَ طرح فقير بيدل کي قاضيءَ کان سواءِ قرار ڪو نه ايندو هو تهڙيءَ طرح بيڪس سائينءَ کي به کٽيءَ کانسواءِ آرام حرام هو؛ جئين هن (بيڪس) پنهنجي ڪلام ۾ چيو آهي :-

کٽيا تول آ ميري - الٽا مانڪ ڪيون ڪرتا
سانورا سن سخن ميرا - خدا ڪراون ٻي ڪجهه ڊرتا

ايڪس کي جيڪڏهن سند جو لارڊ ٻئرن ڪري ڪوٺجي ته ٺيڪ ٿيندو. جهڙيءَ طرح انگريزي شاعر لارڊ ٻئرن (Lord Byron) هڪ دفعو سڄي يورپ ۾ انگريزي ساهتيه کي ڦهلجي پريم ۽ عشق جي گيتن سان گونجائي ڇڏيو هو. ساڳيءَ طرح ايڪس سائينءَ به ڦهلجي سڪ ۽ سوز جي مڌ رواڻيءَ ۽ ڪلام سان ساريءَ سند ۾ عشق جي لهر ڦهلائي ۽ سارو وايو منڊل پريم ۽ پريت، الفت ۽ عشق، سڪ ۽ سوز، پيار ۽ قرب سان ڀري ڇڏيو. جيئن انگلنڊ جو شاعر ٻئرن ڪو به لئو ڪپڙو يا فئشن ڪري لڪرڻ هت ۾ ڪٿي ٻاهر گهمڻ نڪرندو هو ته سڄي ملڪ ۾ اهو فئشن يا رواج ٿي ويندو هو. ساڳيءَ طرح ايڪس پڻ ڦهلجي ٿوهه جوانيءَ ۾ اڇا ۽ رنگين ڪپڙا پهري، هت ۾ رول جنڊيءَ لڳل ڪٺي، روهڙيءَ ۾ ٻاهر چڪر هڻڻ نڪرندو هو ته ماڻهن جي واٽ مان رڙ نڪري ويندي هئي.

پر لوڪ آهي پوڪ، هنن کي ڪهڙي خبر ته هو هڪ درويش ۽ مهان آتما آهي. دنيا ته ڪيس هڪ فئشنبل، آواره گرد ۽ عشق جو پتلو سمجهندي هئي؛ پر حقيقت ۾ هن اهو روپ ۽ رنگ، ڍنگ ۽ ويس، جاڻي واڻي پاڻ اختيار ڪيو هو ته جيئن دنيا ڪيس فقير نه سمجهي. ماڻهن کي پلاڻ لاءِ ئي ائين ئي ڪيو ته معان فقيري ويس ۾ ڏسي ڪيس اچي ستائين يا نه پرستش ڪري ڪيس اهڙو وڏائين جو آپي ۾ اچي وڃي.

جوانيءَ جون ڳالهيون ۽ عشق جا قصا ختم ٿيا ۽ نيٺ پيريءَ جي نوبت آئي. بيدل سائينءَ کي هر لوڪ جا پيغام اچي پهتا ۽ سندس فاني جسم "هيءَ هڏ ۽ چم" بيماريءَ ۽ ڪمزوريءَ جا ڪشت سهي آخري قدم ڏي راهي ٿيو. ١٦ ذوالقعد ١٢٨٩ هجري مطابق سنه ١٨٧٢ع ۾ بيدل سائينءَ جو روح عالم بقا ڏانهن پرواز ڪري ويو ۽ وڃي امر عاشقن جي سرمدي سعادت کي رسيو. مگر ياد رکڻ گهرجي ته اهڙا عاشق امر آهن ۽ سندن يادگيري سدائين سرسبز ۽ تازي ٿي رهي. بيدل جي وفات جي تاريخ سندس پٽ بيڪس، جو ان وقت ١٤ ورهين جو هو، هيٺين ريت ادا ڪئي آهي:-

پير مغان، مشهور آه، بيدل سدا دائم مدام
صاف صوفي سالڪن ۾، عارف هادي هو امام

..........................................................

ارجعي جو سڏ ٿيو سلطانُ کي ذوالقعد ۾
سورهين تاريخ ۾ رحلت از اثباح شام

بيڪس سائين پيءُ جي وفات کان پوءِ دنيا مان ڪڪ ۽ بيزار ٿي پيو ۽ باقي ڪي ٨-٩ سال وڌيڪ هن دنيا ۾ رهيو. بيدل جي سموري امانت وارو هار مٺن آيو. باقي ٻه ڀينرون ڀيءُ وانگر لعل شهباز، پٽ شاهه شاهه دراز ۽ جهوڪ شريف گهمندا رهيا ۽ ڪنهن جي ڪشش ڪين ڪئي ۽ ترسڻ ڪونه ڏنو. ان نينگر جي

نيڻهن ۾ اهڙا تہ نهوڙيل هوا جو ٻيو سڀ چاهہ ڇهو ڪري ڇڏيائون. ساريون ساريون راتيون ۽ ڏينهن جا ڏينهن انهيءَ جي عشق ۾ گذاريندا رهيا. هڪ لڳا ڪنهن کين چيو تہ توهان هتي ويهو تہ مان گهران ٿي ٿو اچان، مگر ڪنهو کين آيو ۽ ڪانئس اها ڳالهہ چت تان لهي ويئي، پر فقير صاحب ساري رات ويٺو رهيو. شاديءَ لاءِ بہ عجيب ڳالهہ آهي. پاڻ شاديءَ لاءِ خواهان اصل ڪين هوا، چاڪاڻ جي وحدت جي وهاڻن ويا، سي ڦري ويا. هڪ لڳا سيد فقير وٽ ميڙ وٺي ويا تہ شادي ڪريو ۽ ان بدنامي کان بچو! ان تي پاڻ ٻاسيائون، پر بيڪس سائينءَ کين فرمايو تہ "اها اسانجي رڳ رڳ عشق ۾ جلي اهڙي تہ خاڪ ٿي ويئي آهي جو ڪجهہ رکيو ئي نہ آهي."

بيدل سائينءَ وانگر وٽن جا ڪچهري ٿيندي هئي تہ ان ۾ وقت جو راڳ هميشه ٿيندو هو. بيڪس بادشاهہ بہ پنهنجي پيءُ فقير بيدل وانگر ڪيترين ڪافين ۽ ڪلام گهڻو ڪري سنڌي سرن ۾ چيو آهي. بيڪس جي وفات لاءِ بہ هڪ عجيب واقعو چيو ٿو وڃي:

هڪڙي دفعي روهڙيءَ واري پيٽ واري ٽڙ تي اپني ڏکر راند تي ڪيائون. ڪن ٻين ڇوڪرن سان گڏجي جن ۾ روهڙيءَ جي مختيارڪار صاحب جو پٽ ليکي رهيو هو. اتفاق سان ڏڪ لڳڻ ڪري انهي درياهہ ۾ هلي ويئي ۽ هن ڪي درياهہ مان انهي ڪڍڻ

لاءِ موڪليو ويو. هو ڏاڍو رحم اهڙي اهي ٻڌي جهڙو
مڇياري ڪار جو پٽ ڏو ٻاهر ۾ ٻڌي ويو. پهه ڏ واهه وهڻا
مڇي وٺي. ساري شهر ۾ هو مڙي ويو ته مڇياري ڪار جو
پٽ پوڪس ۾ ڪنهن سان واڌ ڪندي ڏو ٻاهر ۾
ٻڏي ويو. ان وقت جو مڇياري ڪار محلي ملڪ جهڙو
حاڪم پهچي، بادشاهه سو وٽس ويهي. چوڪون ڪي،
ڏ مڪانين ۾ ڏڪو داب ڏٺائين ته اچهو، لو بولس
جي حوالي ڪيائون. پسو ووهو ڪڇهه ۾ ڪو ڏ.
ماڻهن مڇياري ڪار صاحب کي چيو ته ڏ پاه مان ڪڇهه
ڪين ٿيندو- بيار ۾ مصمم ڪان ڪم ولسو. پوڪس
جيجوڙوڪ آهي نوجوان ۾ ذت ڪٿي ڏڏهن ۾ هو صاحب
ڪراماصحبو ڏڪي آهي ڇاڪاڻ جو ٻنهي سائين ۾ جي اولاد آهي.
نياز سان ڪيس ملايو ته من مڇي وچي. آخر مڇياري ڪار
جي- آزي نيزاريءَ ۾ ڪنهن جو چوڻ مڃي ڪيس لاچار
ڪم ڪرڻو پيو ۾ چون ٿا ته پوڪس بادشاهه مجبور ٿي
بيءَ سان ڪيل قول توڙي روهڙيءَ جي سڌي وڏو ٻاهر
۾ واري ڦر ڪان جهان اٿي ڪر ٿي هٽي آنان ڏٺو ٻو ۾
ڪي ڪلاڪ اندر رهيو. ماڻهو اڳي وانگر سڀ ڇوڙ اڙڳا
ڏ هيءَ ۾ ٻڌي ويو، پر سڌو سمورو جي حد ته رهي
جڏهن هڪ هفتو، اٿي ۾ اچي هفتو ۾ مڇياري ڪار جي
پٽ کي دريا مان ٻاهر ڪڍي آڻيو. مڇياري ڪار
ڏاڍو خوش ٿيو ۾ کهڻ وڏ ٻالهالڻا لاءِ معافيءَ جو طلبڪار
ٿيا. ڪنهيو ۾ ساري روهڙيءَ جا ماڻهو پڻ واهه واهه

ڪرڻ لڳا ۽ بيڪس سائينءَ جو ٻيءَ سان ڪيل واعدي
جو الڳڻ ڪيو (مٽي ڇڏي آيا آهيون نه هن وري
ڪڏهن به درياهه ۾ نه گهڙڻ جو انجام ڪيو هو) تنهنڪري
اوچتو غم وٺي ويو ۽ اهڙو نه سخت بيمار ٿي پيو جو
هفتي ڪن اندر پڻس بيدل بادشاهه پاڻ وٽ گهرائي
ورتس ۽ بيڪس سائين ٢٣ ورهين جي ڀوهه جوانيءَ
۾ هن دنيا مان، ٥ رمضان ١٢٩٨ هجري جي چولو
مٽي ٻيءَ دنيا ڏانهن راهي ٿيو. سڄي شهر ۾ قيامت
مچي وئي. سندس وصيت موجب سندس لاش کي
ڪنٽي جي جاءِ کان لنگهايائون، جنهن هڪ قيمتي
دوشالو وجهي هنجهون هاريون. اهو آهي محبت ۾ مرڻ
جو محبوب سنگدل به موم ٿيو پوي. بيڪس بادشاهه
کي پنهنجي پيءُ فقير بيدل سان گڏ دفن ڪيائون ۽
سندن درگاهه روهڙي اسٽيشن جي اولهه ۾ اڄ ڪالهه خانگاهه
جي نالي سان مشهور آهي جنهن جو فوٽو ڏنل آهي.

روهڙيءَ ۾ ٻنهي پيءُ پٽن پنهنجي آلمڪ اوج جو
ڏاڪو چاڙهي ڪيترن پوئلڳن ۽ ٻرهمي پيدا ڪيا، جي سندن
نالي تان به قربان ويندا هوا. سندن مصاحب به چڱيءَ
منزل تي پهتا. راڳ سان گڏ رياضت (پڪيتي پاڻ) شروع
ٿيو ۽ چڱا مرتاض ماڻهو پيدا ٿيا. سندن شاعريءَ جو اهو
اثر ٿيو جو روهڙيءَ ۾ چڱا چڱا شاعر پيدا ٿيا جهڙوڪ:
سيد نواب شاهه، سيد محب علي شاهه، فقير علي بخش،
ايسر ۽ سرڏن وغيره. سندس رهڻيءَ ڪهڻيءَ ڪري

هندن ۽ مسلمانن ۾ برادري ۽ ڀائپي وڌندي ويئي. هندن مان ڀائي ٻارو شاهه، وسڻ گهوٽ ۽ ٻابا نيڻراج جهڙا درويش پيدا ٿيا...

## ڀائي ٻارو شاهه ۽ وسڻ گهوٽ

هيءَ وري هڪ ٻئي گروءَ ۽ شش جي جيون ڪٿا آهي جن جو ٻاڻي ۾ اٽل پريم ۽ وشواس هو. روهڙي شهر جي ٽڪر واري ڀاڱي تي پلاٽڪي گهٽيءَ جي منڍ ۾ ڀائي هسراجمل سوناري جو گهر آهي. هو پنهنجي گهر ۾ هيٺ دوڪان جو ڌنڌو ڪندو هو. مٿي ڪٽنب سميت رهندو هو. ان کي ٽي پٽ هوا: ڀائي ٻارومل، ڀائي چندومل ۽ ڀائي جيٺومل. ٽيئي پنهنجي پيءُ ڏاڏي جي ڌنڌي ۾ رهيا ۽ سونارڪي ڌنڌي ۾ ڪاريگر هوا پر ڀائي ٻارومل هڪ مهان آتما ٿيو. سندس جنم ١٨٢٠ع ۾ ٿيو. سنڌي فائينل، ماستر ٽيڪمل هرجاڻي منهنجي (چاچي جو پٽ) سوٽ، جو هڪ پارسيءَ ۾ هوشيار هو، وٽ پڙهيو. پهرائين سيٽلمينٽ کاتي ۾ نوڪري ڪيائين ۽ پوءِ پوليس ۾ گهوڙيسوار جي حيثيت ۾ ڀرتي ٿيو. پنهنجي محنت ۽ جفاڪشيءَ سان وڃي صوبيدار جي عهدي تي رسيو. شادي شڪارپور مان ڀائي جهامن داس سوناري جي گهر مان ڪئي هوائين. سندس زال جو نالو گنگا هو. ڪنهن جهيڙي سبب سندس زال پيڪي هلي ويئي هئي. ڀائي ٻارومل جا ڪي پورب جنم جا چڱا ڏينهن آيا جو هڪ ڏينهن

انسپيڪٽر جنرل آف پوليس ڪراچيءَ (I.G.P) کان
منزل تي آيو - ڀائي ڀارومل کي سندس ٻڌڻيءَ ۾
رکيو ويو ۽ صبح کان شام تائين نوڪري ڏيئي جڏهن
گهر آيو ته ڪپتان صاحب (D.S.P) جو ماڻهو آيس ته
جلدي هلو جو ڪو ڪم آهي. ڀائي ڀارومل ٿڪل هوندي
به ويو ۽ ڪم لاهي جڏهن واپس گهر ويو ته ڀيهر نياپو
آيو ته ٻيو ڪم اٿوَ ۽ صاحب ياد ٿو ڪري. ڀائي ڀارومل
کي ڏاڍو غصو آيو ۽ پنهنجا پوليس کاتي وارا ڪپڙا،
سيٽي وغيره ڪڍي اچي ڪپتان صاحب جي اڳيان رکيائين
۽ چيائين ته اهڙي نوڪريءَ کان بس ڀلي آهي. اسان
هاڻي ايشور جي نوڪري ڪنداسين. ڊي. ايس. پيءَ
گهڻو ئي ڀارومل کي سمجهايو ته نوڪري نه ڇڏ پر
ڀارومل هڪ به نه ٻڌي ۽ موٽي اچي پنهنجي گهر مٿي
اٺ ڏينهن سانده اڪيلو هڪ ڪوٺيءَ ۾ ويٺو رهيو.
هيٺ سندس ڀاءُ چندومل سونارڪو ڪم ڪندو هو.
هن ڪنهن شاديءَ لاءِ سون جا زيور ٺاهي رکيا هوا.
اٺن ڏينهن کان پوءِ جڏهن ڀائي ڀارومل هيٺ لٿو ته
هن ڀاءُ جا ٺاهيل زيور حمام دستي ۾ وجهي ڪٽي
ڇڏيا. سندس ڀاءُ دانهون ڪيون جنهن تي اوڙي پاڙي
جا مرد مڙي آيا چوڻ لڳا ته ڪل ٿڙي اٿس ۽ چريو
ٿي پيو آهي. ڀائي ڀارومل ماڻهن کي چيو ته ڀاءُ ڪوڙ
ٿو ڳالهائي زيور سندس ڪوٺيءَ ۾ جٿين جو ٽڪين رکيا
آهن. جي ماڻهن وڃي ڏٺا ته برابر زيور سڀئي سلامت

هوا. ان کان پوءِ ڀائي ڀارومل خيال ڪيو ته ژال سان ٻه لاڳاپا لاهڻ ۽ شڪارپور سڌو پهچي ساهري گهر آيو. سندس سهري ڀائي ڄهامنداس جواب ڏنو ته ڀائي توهان کان ژال ڀالي ڪانه وٺندي جو هيڙي سٺي نوڪري ٻه ڇڏي ڏنو. ان ڪري گنگا هميشه اسان وٽ رهندي. ڀائي ڀارومل چيو ته چڱو ڀلا ژال جو منهن ته ڏيکاريو. سندس ژال ۽ سس ايشوري ڀائي ٻاهر آيون ۽ ڀائي ڀارومل ژال جي مخاطب ٿي چيو ”چڱو ڀلا ماتا گنگا! اسان جي هاڻ هميشه لاءِ هري هر هجيئي!!“ اهڙو هو درويش ڀائي ڀارومل جو دنيا جا لڳ لاڳاپا لاهي بعد ۾ ويراڳ اختيار ڪري ڀاروشاه جي نالي سان مشهور ٿيو. جئين ساءِ صاحب چوي ٿو:

ويراڳيءَ جي ويراڳ جو ڪهڙو ڪيان بيان
سڀڪجهه تيڄ سمجهي وساريائون بيابان
من ٻڌيءَ واٽيءَ ڪاڻ ٻري رهن سرت سڄاڻ
سڀ سمجهي سنسار کي وڃي پرين مليا پاڻ
ڪهڙو ڪيان بيان جن ۾ ايشوري اسرار آهه

هاڻي اچون ته سندس چيلي ڀائي وسڻ رام جي بابت ڪجهه چئون: خيرپور ميرس ۾ ڀائي ڪندن رام ۽ ڀائي گيانچند ٻه ڀائر هوا. ڀائي ڪندن رام وڏو ۽ ڀائي گيانچند ننڍو هو. ڀائي گيان چند جو پهچي وڏي ڀاڱ ۾ اڻترو ته پريم هو جو ڪندن رام کي ايشوري روپ ڪري سمجهندو هو. گيانچند کي اولاد ڪو نه ٿي

ٿيو. سو ڪندن رام کي ويتي ڪيائون جنهن راضي
ٿي چيو ته ڀائي گيانچند توکي هڪ اهڙو لعل ڄمندو
جو تنهنجو نالو سنڌ هند ۾ روشن ڪندو. سنت جو
وچن ڪڏهن به ڪوڙو نٿو ٿئي ۽ ڪجهه وقت ڪانپوءِ
گيانچند کي هڪ پٽ فبروري ١٨٤٧ع ۾ ڄائو جنهن
جو نالو ويڙهومل رکيائون. ڪجهه وقت کان پوءِ ٻئي
ڀائر خيرپور ميرس ڇڏي اچي روهڙيءَ جي آسائو ٿر
پرسان رهيا جتي هينئر وسڻ رام جي دربار آهي.
اهڙي سنڌ آستان لي، دريا شاه جي ڇولين ۽ موج
۾ ڀائي ويڙهومل وڏي ور ٿيو. ڀائي ويڙهومل
اڀياسي ۽ ڀڳت هو. اهڙي سنڌ آستان لي ايڪانت
۾ واهي ايشور جو نالو جپيندو هو ۽ اڀياس ڪندو هو.
ننڍي هوندي کان ٿي شيوا ڪرڻ سان ڏاڍو پريم
هوندو هوس. اتري قدر جو سنڌ ۾ ڌڪاڻي ۾ گهڻا
انڌا، منڊا، لولا ۽ لنگڙا ايندا هوا ته انهن جا ڪاڪوس
به پاڻ صفا ڪندا هوا. ڀائي ويڙهومل سرير جو بلڪل
سنهو، قد جو بندرو ۽ سانوري شڪل جو هو. سياري
اونهاري ۾ هڪ رلهي پائي ويٺو هوندو هو. ۽ سنڌس
پير ۾ شاه حسين فقير ويٺو هوندو هو. شاه حسين فقير
خيرپور ميرس جو هو ۽ کيس ايشوري حڪم ٿيل هو ته
هو روهڙيءَ وڃي ڀائي پارو شاه کان امانت وٺي ڀائي
ويڙهي مل کي هٿن ڪري ڏئي. هو مير علي مراد
جي محلات ۾ بنا روڪ ٽوڪ ايندو ويندو هو. هڪ

دفعي مير جي ميز تي هڪ تمنچو پيو هو جنهن تي وچي
شاهه حسين جي اک پيئي. شاهه حسين، مير صاحب کي
چيو ته "مير صاحب اِي ڪيا هونداهي" ميرُ صاحب
چيو ته "اِي تمنچا هوندا هي" تنهنتي شاهه حسين چيو
ته مير صاحب "ميکو ڏيکين" مير صاحب جواب ڏنو:
"تيري ڪم دا نهين." تنهنتي شاهه حسين چيس: "ڏيکين
ڀا ڪونه ڏيکين." مير علي مراد کي ڀَپ لڳو ته فقير
بي پرواهه ٿيندا آهن. شايد مونکي ڪي گولي وهائي
ڪڍي سوناڪار ۾ جواب ڏناس جنهن تي شاهه حسين
غصي ۾ خيرپور ڇڏي هلي ويو. قدرت سان مير
علي مراد پنهنجن ماڻهن سان شڪار ڪرڻ ويو ۽ شڪار
ڪندي سندس ماڻهوءَ جي گولي مير صاحب جي
پنيءَ ۾ لڳي. مير صاحب گهڻيئي دوا درمل ڪيا پر
سڀ اجايا. مير صاحب سياڻو ماڻهو هو. فقيرن کي سڃاڻڻ
جي ڄاڻ هيس سو يڪدم سمجهي ويو ته شاهه حسين
کي تمنچو نه ڏنم شايد اهو ڏوري مونکي لڳو آهي.
سو پنهنجا ماڻهو ڀڪايائين ته شاهه حسين کي ڳولي وٺي
اچو. ماڻهو ڳوليندي ڳوليندي روهڙيءَ جي آسائو تڙ
تي آيا ۽ ڏسن ته شاهه حسين پاڻي وڙهي مل سان گڏ
رلهي پائي ويٺو آهي. شاهه حسين کي مير صاحب جو
ماڻهو گڏيو ۽ خيرپور رياست ڏانهن هلڻ لاءِ چيائين.
شاهه حسين ڀريائين ته ڪونه مڃيو پر بعد ۾ جڏهن
پاروشاهه الي آيو ته شاهه حسين پاڻي ويڙهي مل کي چيو

ته ”وڏڙا تيري امانت آگئي.“ پاڻي وڏڙهي مل انهيءَ وقت پاڻي پاروشاه کان منتر وٺي کين گورو کيو ۽ پاروشاهه سنڌس نالو پاڻي وڏڙهي مل مان ڦيرائي وسڻ گهوٽ رکيو جو شادي به پاروشاه کين پنهنجي هٿن سان ڪرائي. ان ڪانپوءِ شاهه حسين خيرپور ويو. ميرصاحب شاهه حسين کي چيو ته مونکي پٺيءَ ۾ گولي لڳي آهي. شاهه حسين چيس ته اها گولي اسان توکي هٽائي هئي ۽ پوءِ پنهنجو هٿ مير صاحب جي پٺيءَ تي گهمايائون ته مير صاحب جو سور هڪدم لهي ويو.

ساڳيءَ طرح پاروشاهه ۽ وسڻ گهوٽ جون ٻــ ڪيترئون ڳالهيون ٻڌڻ ۾ اچن ٿيون جن مان ڪجهه پاٺڪن لاءِ هيٺ ڏجن ٿيون:

هڪ دفعي هڪ ڳوٺاڻو پڳ جو گهوڙو پيري ٿــي آيو ته رستي ۾ هڪڙي پوليس واري پڪڙيس. ڳوٺاڻي کي گهوڙي سوڌو پوليس چونڪيءَ تي آندو ويو. ڳوٺاڻي زباني ڏني ته سائين وسڻ گهوٽ جي درٻار لاءِ پڳ کڻي آيو آهيان. وسڻ گهوٽ هر ڳالهه ۾ سائين پاروشاهه سان صلاح ڪندو هو ۽ هر روز شام جو پڳ جي لوڻي سائين پاروشاه کي ڏيئي ايندو هو. سائين پاروشاهه کي سرستي ڳالهه ڪري ٻڌايائين. سائين پاروشاه، وسڻ گهوٽ کي چيو ته زباني ڏيڻ وقت چئجانءِ تــ درٻار لاءِ اڪڙ گهرائي آهي ۽ اها پڳ نه آهي- ساڌ فقير اڪڙ ۽ پيو ويو ڪانيڏا آهن. صوبيدار جنهن وقت

وسط رام کي گهرايو ته ساڳيو جواب سائين پاروشاه وارو سيکاريل ڏنائين. صوبيدار جان ڪٺي ڏسي ته برابر اڪڙ آهي. هڪدم واڻڙو ٿي ويو ۽ سائين وسط شاه جي پيرن تي ڪري معافي ورتائين.

ٻئي دفعي جي ڳالهه آهي ته اوچتو روهڙيءَ جي پڪ بزار ۾ هڪ ويٺجهر جي دوڪان کي اچي باهه لڳي. پوليس هڪدم اچي حاضر ٿي. ويٺجهر کان پڇيائون ته توهانجو ڪنهن ۾ شڪ آهي؟ ويٺجهر جواب ڏنو ته پائي پاروشاه مست کان سواءِ ٻيو ڪير باهه ڏيندو! اوڏي مهل پائي پارو به اچي اتان لانگهائو ٿيو. پوليس کيس هڪدم ڪري شڪ ۾ پڪڙيو. ماڻهو اچي ڪٺا ٿيا جن صوبيدار کي چيو ته کيس گارگند نه ڏجو يا ڏک ڏجو نه هڻجو. ان تي صوبيدار کي پاڻ پڪ ٿي ته ماڻهو کيس ڇڏائڻ لاءِ نقد رقم ضرور ڏيندا جنهنڪري صوبيدار پائي پاروشاه کان باني گهري ٻر پائي پاروشاه چپ ڪري ويهي رهيو ۽ ڪو به جواب نه پيو ڏي ۽ نه وري ڪو به ماڻهو صوبيدار کي پئسن جي آڇ پيو ڪري. جنهنڪري صوبيدار حڪم ڪيو ته پائي پاروشاه کي جيل ۾ وجهو ته اوچتو پريان پائي وسط گهوٽ ڊوڙندو آيو ته پائي پاروشاه کي جيل ۾ نه موڪليو ۽ مونکي آماڻيو ڇاڪاڻ ته باهه مون ڏني آهي. صوبيدار چيو ته فريادي (ويٺجهر) پائي پاروشاه جو نالو کڻي ٿو توهانجو، ان ڪري مان

ٻادشاھ کي جيل موڪليندس. سپاھين کي حڪم ڪيائين تہ ھڪدم ٻادشاھ کي جيل ۾ وجھو. وسڻ گھوٽ ھڪدم وڃي جيل جو دروازو بند ڪري بيٺو. صوبيدار کي چيائين تہ ٻادشاھ کي ڪڏھن بہ جيل ۾ وڃڻ نہ ڏيندس جو ھو منھنجو گرو ۽ رھبر آھي جنھن تي ٻادشاھ ڪاوڙجي وسڻ گھوٽ کي چيو تہ ھٽي پري ٿي ۽ مونکي جيل وڃڻ ڏي؛ مگر وسڻ گھوٽ ڪين مڙيو. تنھن تي سائين ٻادشاھ صوبيدار کي چيو تہ ڪٿي باھ لڳي آھي؟ سر زمين ڏيکاريو. صوبيدار چيو تہ مان پيھر سر زمين تي نہ ھلندس. چو تہ توھان ٻھرين دفع سوال جواب ڪيو. سائين ٻادشاھ چيس تہ تون ڪير آھين جو سر زمين ڏيکارڻ لاءِ تيار نہ آھين؟ ڏيکارين ٿو يا نہ؟ صوبيدار ڊڄي ويو ۽ پوءِ ٻادشاھ کي سر زمين تي وٺي ويو. جڏھن باھ جي پرسان اچي بيٺا تہ ڏسن باھ آھي ئي ڪانہ. ٻادشاھ دوڪان ۾ اندر گھڙي ويو ۽ سموري باھ ھڪ ڳوڻ ۾ بند ڪري لٺ تي ڳوڻ کڻي ٻاھر آيو ۽ صوبيدار کي چيائين تہ ڏس ڏس ڪٿي آھي باھ! رڳو ڳوڻ منجھان دونھون نڪري رھيو آھي. سيٺي واڻيا ٿي ويا ۽ صوبيدار پشيمان ٿيو.

ھڪ دفعي جي ڳالھ آھي تہ سياڳي زالي ھڪ ڇوڪرو ٧ سالن جو، سائين وسڻ گھوٽ جي ٽڪاڻي ۾ سندس ماءُ چاڙي ولي ۽ وسڻ رام کي ٻارت ڪري ولي تہ منھنجي پٽ جو خيال رکجو. ڇوڪري جي

ماءُ خوشحالي ٻائي، درٻار جي لنگر ۾ اولن لنگهڻ لاءِ رسوئي پچائڻ ۾ رڌل هئي. ان وقت وسڻ گهوٽ جي درٻار ۾ پڪيت پئي پيئي. قدرتي ڇوڪري کي جهونو اچي ويو ۽ پاسي اٿلائڻ سان وڃي سرن درياهه ئيو. ساوڻ جو مهينو هو. پاڻيءَ جو زور تمام گهڻو هو. ڇوڪرو الائي ڪيڏانهن پاڻيءَ ۾ غائب ٿي ويو. مائي خوشحالي جنهن وقت ٻاهران آئي ۽ پنهنجي پٽ کي نه ڏٺائين ته هڪدم وسڻ گهوٽ کان پڇا ڪيائين جنهن چيو ته مائي اسان کي ڪا خبر نه آهي. مائيءَ تنهن تي ڏاڍو رنو ۽ رڙيو ۽ وسڻ گهوٽ کي چيائين ته ڇوڪرو پوري ڏي. وسڻ گهوٽ چيس ته مائي "پگهران توکي ٻيو ڇوڪرو ڏيندو." پر مائيءَ چيو ته مونکي ٻيو نه گهرجي. وسڻ گهوٽ هڪدم پادشاه وٽ ويو ۽ وڃي سربستي ڳالهه ڪري ٻڌايائين ۽ مائي به سندس پوئتان پيئي. پادشاه مائيءَ کي چيو ته ماتا تون چنتا نه ڪر تنهنجو پٽ توکي موٽي ملندو. ٻه ڏينهن گذري ويا ڇوڪرو نه مليو. مائيءَ کي ماڻهو سمجهائڻ لڳا ته مائي پادشاه ۽ وسڻ گهوٽ ٻئي مست فقير آهن انهن جي چوڻ تي نه لڳ. دستور موجب پگڙيان وغيره جو ڪم ٽئين ڏينهن تي لاهي ڇڏ. سنتن جي ڪريا سان ٽئين ڏينهن تي ڇوڪرو ميهن جي پيچ سان ٻڌل درياهه مان نڪتو. ماڻهو هيءَ اسرار ڏسي ڇوڪري وٽ ڊوڙي آيا. حال احوال پڇائونس. ڇوڪري پنهنجي مک مان چيو

ته مان پاڻيءَ ۾ ڪري پيو هوس ته ساڄي هٿ کان
پادشاهه ۽ کٻي هٿ کان وسڻ گهوٽ وٺي ٿي هليا. مونکي
هٿ ڇڏي پاڻ الاجي ڪٿي ڪيڏانهن هليا ويا. هاڻي
مهرباني ڪري مونکي وسڻ گهوٽ جي درٻار ۾ پهچايو.
ماڻهن جلدي ڇوڪري کي درٻار ۾ پهچايو جتان ڇوڪرو
پنهنجي گهر ويو. انهيءَ وقت پڪڙين جي محل هٿي،
ڇوڪرو پوري وقت تي وڃي پهتو. غميءَ منجهان خوشيءَ
جي لهر ڇانئجي وئي. اهو سياڳو وڏو ٿيو. نوڪريءَ
۾ گهريو. اسٽيشن ماسٽر هو. جتان نوڪري پوري ڪري
پينشن ورتائين. سياڳچند جي عمر ٦٦ ورهيه هٿي ۽
روهڙيءَ ۾ اسان جي گهر پرسان پائي گوبند رام جي
ٽڪاڻي ۾ ايندو ويندو هو جتي ڊاڪٽر روچلداس ۽
ٻي صوفي سنگت اچي شام جو ڪٺي ٿيندي هٿي.

اهڙي هٿي امر جوڙي سائين پادشاهه ۽ وسڻ گهوٽ
جي. پاڻ ۾ گورو ۽ چيلو هوا. سائين پادشاهه جن هميشه
صبح جي وقت پنهنجي گهر مٿي ويٺا هوندا هوا ته
وسڻ گهوٽ پنگ، جو لوٽو ڪڍي ايندا هوا ته هيٺ اهي
چوندا هوا ”سائين بندو حاضر آهي.“ اهي لفظ ٣ دفعا
چئي ڏرليءَ لي وٺهي رهندا هوا. پوءِ پادشاهه صاحب
مٿان لهندا هوا ۽ اهو پنگ جو لوٽو وسڻ گهوٽ کان
وٺي پي ڪري باقي ٿورو بچائي ڪيس ڏيندا هوا جو
وسڻ گهوٽ پاڻ پيئندو هو ۽ پوءِ وري پنهنجي استان
تي موٽي ايندو هو.

وسڻ گھوٽ جڏهن ۴۰ ورهين جي عمر جا ٿيا تڏهن سخت بيمار ٿي پيا. سکر جي سول سرجن کي گھرايو ويو جنهن ڏسي جواب ڏنو ته بچڻ جي اميد ڪانهي. تڏهن پادشاه اچي وسڻ گھوٽ کي ٻانهن کان وٺي اٿاريو ۽ چيائين ته چواج پلنگ جو لوڻو ڪٽي اچڻ پلجي ويو آهين ۽ گھاڻي پلنگ جو لوڻو گھوٽائي ڪجھ پاڻ پيتائون ۽ ڪجھ وسڻ گھوٽ کي ڏنائون. ڪجھ وقت کان پوء وسڻ گھوٽ کي مڃي ماني کارائي- وري ڏڌ جو ڪٽورو ڪوپريمي ڪٽي آيو سو به ڪجھ پاڻ پيتائون ۽ ڪجھ وسڻ گھوٽ کي ڏنائون. پوء پادشاه سنگت کي چيو ته هاڻي سکمڻي صاحب جو پاٺ شروع ڪيو. ائين ڪرڻ سان ڪارج راس ٿيندو. پوء وسڻ گھوٽ اهڙا چاڪ ٿيا جو اڳي کان به اڳرا پئي نظر آيا.

سائين پادشاه اڌ وقت مارڳ جا هوندا هوا. يعني اهڙا انسان جڳت جي ماڻهن سان واسطا ڇڏي، ويس مٽائي، ديوانن (چريئن ۽ مستن) جو سانگ بڻائي سچي آنند کي حاصل ڪن ٿا. حياتيء جا پويان ڏينهن پادشاه صاحب پنهنجي ابي ڏاڏي جي جاء ۾ مٿي ايڪانت ۾ گذاريا ۽ مس، قلم ۽ ڪاغذ وٺي رهندا هوا ۽ ڪجھ نه ڪجھ پيا هميشه لکندا هوا. سندن قوت تمام ٿورو هو ۽ سرڀر ٿي ٿر جيتري به نظر نه هوندي هين. نڪي حجامت ڪرائيندا هوا نڪي بدن جي

صفائي ڪندا هوا. جو هُن مست فقير وارو ويس ورتو
هو. ڪو اڇا ڪپڙا ريشمي يا سلڪ جا پهرائيندو هون
ته يڪدم قاڙي ٽڪريون ٽڪريون ڪري ڇڏيندا
هوا ۽ سندن بدن اڌ اُگهاڙو، اُگهڙين سان ئي ڪيل
هوندو هون. گلا غيبت جي حد کان متي چڙهيل هوا
۽ اهڙو سائگ بڻايو هوائون ته جئين نه هندو، نه مسلمان
۽ نه عيسائي ٻڄون. انتري ودهي رهندي ۽ اي خودي ۽
جي حالت ۾ وقت وليت ڪندي ۽ نيتي ۽ جا ڪيترا
نه پرور ۽ چاڻ هوا جو جيڪڏهن ڪڏهن به ڌرم جي
خيال جو ڪو به آدمي واهمائي ۽ لاء وٽن پريم ۽ شرڌا
پوروڪ ايندو هو ته ان کي پنهنجي اعلوڪي ۽ جنم
واري اشت ديو ڏانهن رجوع ڪندا هوا. مسلمان کي
ڪامي جو ڏس، ديوي ۽ جي ڀڳت وارن سونارن کي
ديوي ۽ جو مارگ، سک کي گرباڻي ۽ ڏانهن پريم جو اشارو
ڏيندا هوا. پاڻ اهو سڀ ڪجهه ٻيدل سائين ۽ مان پاتو
هوائين ۽ پنهنجن ٽن مکيه شيشن ۽ وسڻ گهوٽ بابا نيپراج
۽ ارباب علي شاهه کي به ساڳي امانت جو صاحب ڪيائين.
پڇاڙي ۽ جو کين پيشاب جي تڪليف ٿي پيئي. جنوري
١٨٩٠ع ۾ کين دق تپ ۽ کنگهه جي تڪليف ٿي پيئي.
۽ ساڳي مهني جي ٢٦ تاريخ ارپاس جو ٤ بجي چولو
ڇڏيائون. اهو ڏينهن بسنت پنچمي ۽ جو هو. عاشق جو
جنازو وڏي ڌام ڌوم سان سينگاري اگهي ڪنڌ ۾
پرواهه ڪيائون ۽ سوين بلڪ هزارين ماڻهو مساڻ ۾ هوا

۽ ڏاڍيون ڀڳتيون ڀاو ٿيا. ڏهاڪو سک سان گذريو، ٻارهين ٿي برهمڻ کي ڊامو ڏنو ويو جن ڪاٽڻ کان انڪار ڪيو، سو شهر ۾ شڪاري ۽ غريب غربا ڪاراڻي چڙهيائون. ٻي ڏينهن ٿي سائين وسڻ گهوٽ کي اچي برهمڻ چيو ته اسان جي چوڪ معاف ٿئي ۽ ڊامون ڪاٽيندا سين جو اسان کي سائين پاروشاهه ڙاٽ ڏيکاري ڏني ۽ سمجهوسين ته سنت ايشوري اوتار آهي. اسان انهيءَ ڪري ڪالهه نه ٻي ڪاڏو جو سائين پاروشاهه مسلمان (بيدل ۽ بيڪس) وٽ گهڻو رهندا هوا. آخر ١٣ ڏينهن برهمڻن کي ڪاڙهيو ويو. ٻارهين کان پوءِ سائين وسڻ گهوٽ سکر ۽ روهڙيءَ جي سيٺي سنتن کي گهرائي ٽڪاڻي ۾ ڀنڊارو ڪرايو.

ساڳيءَ طرح وسڻ گهوٽ جي پرلوڪ پڌارڻ جي ٻاري ۾ ٻه هڪ عجيب ڳالهه چئي وڃي ٿي. سوامي ڏرمداس صاحب لاڙڪاڻي وارا چون ٿا ته هڪڙي ڏينهن ڀائي لعلو جيڪو وسڻ گهوٽ جي دربار جيڪا لاڙڪاڻي ۾ گانڌي پارڪ ٿلهه جي ڀرسان هئي، انجي شيوا ڪندو هو. اهو لعل اچي بيمار ٿيو ۽ وسڻ گهوٽ کي لکيائون ته اچو ۽ سائينجن جواب ڪوٺ موڪليس. ٽورن ڏينهن کان پوءِ لعلوءَ جي حالت خراب ٿيندي وئي سو وسڻ گهوٽ کي تار موڪلي گهرايائين. لعلوءَ جي مائٽن، سائين جن کي عرض ڪيو ته ”سائين لعلوءَ کي بيماريءَ منجهان اٿاريو ۽ مرڻ کان بچايوس.“ ٻڌهن

وسڻ گهوٽ پنهنجي مکيه مان فرمايو ته ”بابا لعلو! اڃان ڪجهه وقت هتي سنسار ۾ رهه. اسان تنهنجي بدران ٿا تيار ٿيون.“ ان کان پوءِ وسڻ گهوٽ جيئن روهڙيءَ آيا ته سندن طبيعت بگڙي ويئي ۽ آخر ٥٧ ورهين جي عمر ۾ ١٩ آڪٽوبر ١٨٩٤ع ۾ وڃي شانتي سروپ ۾ سمايت ٿيا. بيدل ۽ بيڪس وانگر، سائين پاروشاهه ۽ وسڻ گهوٽ جي گورو ۽ چيلي جي ڪهاڻي به امر آهي. بيدل سائين لست ۽ لذت نفسانيءَ کي ڇهوڙي دنيا جي گلا ۽ پاراهه کي ڇوڙي حق سان هيڪڙون ٻڌي ڇڏيو. پر بيڪس سائين شونقين هو ۽ سندس ذوق حقيقي حسن جي ڳولا ۾ هو. ان ڏاران هن جهان ۾ ڪو مڪان نه هو. ڪيس راحت ڏيهن اهائي تار ۽ تنوار هئي. ۽ پنهنجي اندر اڃهو ٿاهي هو دنيا جي گلا غيبت جون پٽيون پڇي، بي حد جي پاريءَ جو سئر ڪندو رهيو ۽ حقيقي حسن ڳولي لڌو. ساڳيو ڪنعيو ڪارو، مرليءَ وارو يعني ڪرشن ڀڳوان. ساڳيءَ طرح پاروشاهه اوڌت عبدال هو ته وسڻ گهوٽ سندن چيلو پنهنجي رستي ۾ قطب مدار هو. پاروشاهه سرڪار ۽ سنسار جي نوڪري ڇڏي ايشور جي پانهپ قبولي. دنيا ۽ ان جي لڳ لاڳاپن کان پري رکي، پاڻ پتوڙي ايشور کي پاتو ته وسڻ گهوٽ جڳ ۾ رهندي، وهنوار هلائيندي پاڻ آزاد رکيو. سندس گورو ۽ پاروشاهه هڪ آزمودي ۽ تجربي جو نتيجو ڏيکاري انسان کي

سيکاريو ته جي دنيا کي ڇڏي داوَر کي حاصل ڪرڻ ٿا گهرو ته سڀ ڇڏي ڪري ان جي پويان پئو ته سائين وسڻ گهوٽ پنهنجي خدمت ۽ چاڪريءَ سان يعني پٺي تجرد اي رستي سڌ ڪري ڏيکاريو ته گرهست ۾ رهندي ۽ سنتن جي شيوا ڪري سگهجي ٿي ۽ اهي ديدار منار جا ڪري سگهجن ٿا جو جيو جي پڇاڙي ۾ جا باه آهي سان شانت ٿيو پوي. اهڙيءَ طرح پارو شاه مجذوب سالڪ هوا ته وسڻ گهوٽ سالڪ مجذوب هو.

جهڙيءَ طرح فقير بيدل ۽ بيڪس پادشاه جي هڪ ئي خانگاه آهي اهڙيءَ طرح پاروشاه ۽ وسڻ گهوٽ جي سمادي به گڏ هڪ ئي آستان تي آهي ۽ مٿن ساڳيو قبو اڏيل آهي.

## بابا نيڀراج

ماستر نيڀراج پاڻ روهڙي شهر ۾ نڪرتي وڏي واڙهي جو رهاڪو هو. ماستر صاحب سنڌي ورنيڪيولر سڪول روهڙيءَ ۾ پنجون درجو سنڌي پاڙهيندو هو. سندس شادي ڪانه ڪيل هئي مگر شاديءَ جو شاعق هو. انهن ڏينهن ۾ پاڻين جي ذات ۾ ڏاڍي شاديءَ جي تنگي هوندي هئي. ماستر صاحب پنهنجي ماءُ کي شاديءَ ڪرائڻ لاءِ گهڻائي دفعا چيو پر ماءُ جن چوندي هيس ته اسين پاليا آهيون ۽ تون سنڌي ماستر، اسان کي ڪير پاڻهن ڏيندو. پر رکه ڀڳوان تي ڪنهن نه ڪنهن مهل ڀڳوان راضي ٿيندو.

ماستر صاحب سائين پارشاهه وٽ گهڻو ايندو ويندو هو. ۽ سندس دوستي روهڙيءَ جي اسٽامپ فروش شوقتراءِ سان هئي. ٻئي دوست روز شام جو سائين پارشاهه وٽ ويندا هوا. جيئن مٿي چئي آيا آهيون ته سائين پارشاهه وٽ هميشه مس، قلم ۽ ڪاغذ رهندو هو، ۽ ڪجهه نه ڪجهه پيا هميشه لکندا هوا، سو هڪ دفعي ڪجهه لکي ماستر صاحب کي چيائون ته پڙهي ٻڌاءِ. ماستر صاحب جيئن ئي اهي اکر پڙهيا ته ڪپاٽ کلي پيس ۽ انهيءَ وقت پنهنجا ڪپڙا ڦاڙڻ لڳو. ۽ پيو سندس سنگتي شوقتراءِ جو دنيا جو خواهش هو، سو دنيا ۾ پورو رهيو. ماستر صاحب کي پنهنجي ماستريءَ جي ۽ ست پڻ ڪانه رهي. ڪيترا سال ته ماستر صاحب چريائن وانگر هلندو هو ايتري قدر جو اسان پنهنجي اکين سان ڏٺو ته هو پٿر هڻندو ويندو هو ۽ ماڻهن کي گاريون ۽ مار ڏيندو هو. ماڻهن کان روٽي گهري کائيندو هو. پر اهو زمانو پري نه هو جڏهن هو رنگ ۾ رچي راس ٿيو ۽ ماڻهو سندس محتاج ٿيا ۽ سندس در تي روٽيون ۽ ميوا اچڻ لڳا. جي خيال ۾ اچيس ته ڪاٿي نه ته اصل نه! ماستر صاحب وٽ ڪيترائي سوالي ايندا هوا ۽ جنهن کي ڏڪ هڻندا هوا يا گاريون ڏيندا هوا ته انهن جو ڪم راس ٿيندو هو. ڪوئيٽه ۾ ١٩٣٤ ۾ زلزلو ٿيو ۽ تمام ان وقت مئٽرڪ روهڙيءَ سڪول مان پاس ڪئي. ان وقت جي

ڳالهه آهي ته ماستر صاحب مٿي ڪوٺيءَ مان ٥٠ فوٽن تان هيٺ ٽپو ڏنو ۽ چوي پيو ته ”ڀڄاءِ ڀڄاءِ - روهڙيءَ کي بچاءِ“ ۽ سچ پچ ٿيو به ائين ته روهڙيءَ جو وار ۽ ونگو نه ٿيو.

ماستر صاحب ڏاڍو چولو پائيندا هوا. سرير جا نه بلڪل سنها هوا ۽ نه ٿلها. قد جا ڊگها ۽ ڪڻڪ رنگي شڪل هين. سفيد ڊگهي ڏاڙهي هوندي هين ۽ هميشه پيرن ۾ مٿي اگهاڙا گهمندا هوا ۽ پيا پنهنجي مستاني ٻوليءَ ۾ ڳالهائيندا هوا. منهنجي پاءُ، درويش صوبراج، جو اڄان تائين روهڙي پاڪستان ۾ رهندو آهي، ڳالهه ٿي ڪئي ته هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته هڪ پيلي جي صاحب ديوان شڪار تي ڪيو ته بندوق جي گولي وڃي هڪڙي ماڻهوءَ کي لڳي ۽ هو مري ويو. ديوان تي ڪيس هليو. ڪيس منس ثابت ٿيو ۽ ڦاسيءَ جي سزا مقرر ٿيس. ديوان اپيل ڪئي ۽ ان ديوان وسڻ گهوٽ کي عرض ڪيو وسڻ گهوٽ ديوان کي پاروشاه وٽ وٺي ويو. سائين پاروشاه پنهنجن سنگتين کي شرف ڏيڻ لاءِ وسڻ گهوٽ کي اشارو ڪيو ته بابا نيڀراج وٽ وٺي وڃينس. بابا نيڀراج ديوان کي وسڻ گهوٽ سان ڏسي ڏڪ بجو ڪونه هڻيس، ۽ پنهنجي مستاني ٻوليءَ ۾ ديوان ڏانهن منهن ڪري چيو ته ڏند پڃاڻ، ڪين چنگهون پچاڻ، ڪين ڪنڌ پچاڻ. وسڻ گهوٽ اها مستاني ٻوليءَ جي ٻولي پکي ۽ سمجهي ويا ته

پڇيس ٿو ته ڏنڊ وجهاڻءِ کين ڪاٿ ۾ موڪليائين ها
قاسي ڏيارءِ. وسڻ گهوٽ ديوان کي اشارو ڪيو ته چئوس
ڏنڊ ڀڄون. اهڙيءَ طرح هن کي اپيل ۾ فقط ڏنڊ پيو.
اهڙو هو بابا نيپراج. سندس ڪيترون ڪرامتون ڪيل
آهن جي هن ننڍڙي ڪتاب ۾ ڏيڻ مناسب نه
آهن. عاشق لاءِ اها عشق ۽ ڪرامت ڪرڻ ڪا وڏي
ڳالهه نه آهي - اها ته هڪ معمولي ڦير گهير سمجهندا
آهن. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ هو پاڻ سيروءَ جي چونڪ
پرسان هڪ سيٺ جي جاءِ ۾ سکر وچ رهيا. سکر ۾
مسلمان تمام گهڻا هيا ويا جن ڇرا ڪيدي بابا نيپراج کي
مارڻ جي ڪوشش ڪئي پر جڏهن بابا جون اکيون
ساڻن ٻه چار ٿيون ته هڪدم شرمائجي ۽ ڇرا ڦٽي
ڪري پيرن تي ڪري مريد ٿيا.

## سنڌ ۾ مسند خاندان جو بنياد

گهڻو اڳ جي ڳالهه آهي جڏهن مغل بادشاهن جو
نواب سکر بکر ۾ رهندو هو. انهن زماني ۾ ڏسوڏن
پادشاهه گرو گوبند سنگهه صاحب جو هڪ صوبو گهمندو
اچي بکر جي قلعي ۾ پهتو جتي گرن جي سکن بابت
جاچ ڪندي هن کي معلوم ٿيو ته ستگرن جو هڪ
پڙهي سک هاساند الي رهندو هو، هاساند سان مليا
جن سندن دل و جان سان ٽهل ڪئي. جڏهن اهو
صوبو ستگرن ڏانهن موٽي وڃڻ لاءِ تيار ٿيو ته هاساند
پنهنجي پٽ ڏنراج کي گهڻيون پيتائون ۽ سنڌ جون

سوڪڙيون ڏيئي، ستگرن ڏانهن روانو ڪيو ڏنراجمل گروجن جي حضوريءَ ۾ رهي سندن ۽ ماتا گوجريءَ جي شيوا ٽهل ڪري ڪين خوش ڪيو. ستگرن پائي ڏنراجمل تي پرسن ٿي متي مهر ڪري پنهنجي دروجو هميشه لاءِ شيواداري ڪري وهاريو. ڪجهه وقت ڪان پوءِ سنڌ مان سک سنگت ستگرن جي درشن لاءِ آئي ۽ ستگرن کي وينتي ڪيائون ته سنڌ ديش ۾ زبردست ٽپاولي ۽ وبا جي بيماري پيئي آهي ۽ موت گهڻو ٿو ٿئي. اوهان پنهنجي ڪرپا ڪري ان مرض ڪان سنڌ واسين کي بچايو. ستگرن پائي ڏنراجمل کي اڳيان سڏي متي تي مهر جو هٿ ڏري فرمايو ته "پائي ڏنا! تون ترشول هٿ ۾ کڻي بيل تي سواري ڪري سنڌ ديش ۾ وڃي ستنام جي منتر جي ٻهل پياري بيماري دور ڪر. ستگورو تو سان انگ سنگ سهائي آهن جتين چوندين تئين ٿيندو. تو ماتا صاحب ۽ اسان جي شيوا ڪري ڏاڍو پرسن ڪيو آهي تنهنڪري پوڄ ماتا صاحب جي آگيا موجب ۽ پنهنجي خوشيءَ سان سنڌ ديش ۽ ڪابل قندار جي سکي لوڪي بخشيش ٿا ڪريون. ستگورن پنهنجي پتا صاحبن جي شرابر جي ڏک پنجمي چادر، پنهنجي شرير جا وستر ۽ گورونانڪ صاحب جن کان وٺي ڏهن ئي پادشاهين جو فوٽو ۽ شري گوروگرنٿ صاحب پنهنجي ٽير جي صحيح سان پائي ڏنراجمل کي بخشيش ڪيا.

ڀائي ڏنراڄمل ستگورن کان آگيا وٺي ملتان کان نڪتي نڪو سوڍو ستگورن جي حاڪم صاحب ست نام جو منتر ڄپائيندي ۽ گورو ليخ بهادر صاحب جي ڪپل ڏيندو سند ديش جي متان آيل آپدا ۽ پٽاولي جي مرض مٽائيندو رهڙي شهر ۾ اچي پهتو ۽ ڏيرو لڳايو. ڀائي ڏنراڄمل ڪيترين ئي ڪلامترن ڏيکاري سڪ سگنت جو درد دفع ڪندي، پيٺائون ۽ سکن مان مليل سوکڙيون ۽ سوغاتون، هٿيار، ان گهوڙا وغيره ستگورن کي موڪليندو رهيو. هو ڏانهن ستگورو ۾ پنهنجا گهرائل شيءِ چيزن لاءِ ٽير جي صحيح سان پنهنجا حڪم ناما صوان هٿ موڪليندا رهيا. جن کي عمل ۾ آڻي ڀائي ڏنراڄمل پوري رت شيوا ڪندو رهيو. گهڻي وقت کان پوءِ ستگورن جو حڪم ٿيو ته ڀائي ڏنراڄمل تون هن مريو لوڪ کي ڇڏي گورولوڪ ۾ اچي اسان وٽ واسو ڪر. اهو حڪم ڀائي پنهنجي پوٽي ڀائي رانجهمل صاحب کي ڪرتار جي حڪم موجب گادي ڏيئي گورولوڪ پڌاريو.

ايشور جي ڪا اهڙي اڇائي جو مسند گاديسر صاحبن ۾ هڪ گاديسر مايا مان ورڪت رهي فقط فقيري ڪمائي ان جي پنيان گاديءَ تي ويهندڙ گاديسر نه فقط فقيري ڪمائي پر ان سان گڏ راڄائي ٺاٺ ۽ ڌن دولت، گهوڙا، گاڏيون ۽ باغ وغيره رکي راڄائي به ڪمائي آهي. جئين هيٺ مثال مان معلوم ٿيندو:-

# مسند گاديسر

| فقط فقيري ڪمائڻ وارا | فقيري ۽ راڄائي ٽڪي ڪمائڻ وارا |
| --- | --- |
| ١. ڀائي والجهمل | ١. ڀائي ڏنراجمل |
| ٢. " لڇڻ سنگهه | ٢. " منشارام |
| ٣. " ڪشنداس | ٣. " مولرام |
| ٤. " سنتداس | ٤. " گنگارام |
| ٥. " امرداس | ٥. " سندرداس |

انهن گادي ڌڻين وقت به وقت ڪرامتون ڏيکاريون ۽ ڀڳتن پيارن سکن جا ڪارج ۽ منوڪامنائون پوريون ڪيون آهن. هو وڏن سدن جا مالڪ ٿيا آهن. گهڻن سکن ۽ شردالن کي پٽ ڏنا اٿن ۽ ڪيترن کي ڌن دولت ۽ ملڪيت بخشي اٿن ۽ بيمار سکن جا درد دور ڪيا اٿن.

جڏهن ڀائي مولرام صاحب گادي نشين ٿيا تڏهن روهڙيءَ واري درٻار گورو نانڪ کي بخشيش ڪري پاڻ وڃي شڪارپور رهيا. اهڙيءَ طرح مسندن جون ٻهراڙن ٿي ٣ مکيه شاخون روهڙي، شڪارپور ۽ حيدرآباد ۾ شروع ٿيون. روهڙيءَ ۾ ڀائي ٻوڪرداس، شڪارپور ۾ ڀائي مولرام ۽ حيدرآباد سنڌ ۾ ڀائي ڪنولرام هو. جيتوڻيڪ هينئر سندن درٻارون سڄي سنڌ ۽ هند قلات، قنڌار، امرتسر، ملتان ۾ گهڻيون آهن.

## سائين اُڌو رام ۽ چيتنرام صاحب

ٻيڏل ۾ ٻيڪس سائينءَ وانگر هيءَ وري ٻي ٻيءَ ٻٽ جي اُڌ جوڙي هئي. سائين اُڌورام جن سائين وسڻ رام جا مريد ۽ نور چشم هوا. سائين اُڌورام ٻـڻ ٻهڳجي پٽا وسڻ گهوٽ وانگر ميري ۽ ٻڌريءَ جا مالڪ هوا. جيڪو ڪم لشڪام شيوا ۽ سادي جيون جـو 'شهنشاهه وسڻ شاهه' اڳ ۾ چڱو ڀو سـو هن اچي ٻـڌو ڪيو. سائين اُڌورام جي ايماڪاريءَ ۾ ئي 'آسائو اڙ' جتي سائينڄن جو هو ٺڪاڻو ۽ گهر، تنهن کي مليو شرف ۽ ڦر، ئي ٻيو ڪرامتن جو گهر. اوراان ۽ ٻرٻان ۽ ٻار ۽ ٻيڊا، مرد ۽ زالون وسڻ گهوٽ جي درٻار ۾ ڪهي اچي د ٻيدار ڪندا هوا. سندن سارو جيون ٻڳتي ڀاءَ، ميلاءِ ملاڪڙا ٻـڳائڻ ۾ گذريو. ٻڳتن جون ٽوليون اچي ٺڪاڻي ۾ هر ميلي تي ڪنيون ٽيندڙون هيون ۽ اڪٽ ڀنڊارو چالو هوندو هو. سڄا سارا ۸ ڏينهن ۽ راتيون ساندهه ڏياريءَ ڪسان هڪ هفتو اڳ ميلو لڳندو هو.

سندن جا هڙ ئي ٻڳت سائين اُڌورام جن کي ٻهڳجو گرو ڪري ميڃيندا هوا جن ۾ ٻڳتن جو شرومڻي اُڌ شهيد ٻڳت ڪنور رام صاحب ٻـڻ هو. ٻڳت ڪنور رام ۽ سائين اُڌورام جن جو ٻاڻ ۾ ايهڙو پيار هو ۽ اهي سائين اُڌورام جن ئي هـوا ۽ ڪي قدر هيءَ اُهڏو جن جـي دل ۾ ڪـڻ لاءِ ٻڳت ڪنور رام گرامو فون رڪارڊ ڀرائڻ

